

# سچل سارو سچ




مرتب

فقير احمد بخش بدوي

---

پيش ڪندڙ

محل پبليڪيشن شڪارپور سنڌ

# سچل سارو سچ

مرتب ــــ فقير احمد بخش بدوي

ڇپائيندڙ ــــ غلام رسول ميمڻ

ڇپيندڙ ــــ اسٽينڊرڊ پريس سکر سنڌ

ڪتابت ــــ محمد ايوب سکر

دفعو پهريون ــــ ڪاپيون هڪ هزار

قيمت ــــ ٢٥-[illegible] روپيه

ملڻ جو هنڌ

مهل پبليڪيشن پوسٽ باڪس ٢١ شڪارپور سنڌ

هي ڪتاب غلام رسول ميمڻ اسٽينڊرڊ پريس سکر مان ڇپائي مهل
پبليڪيشنز آفيس مسرور اسٽريٽ شڪارپور مان شائع ڪيو.

# ٻه اکر

سنڌي ادب ۾ هڪ نئين روايت جو بنياد رکندي، سنڌ جي ادبي ۽ باشعور قوم اڳيان، حضرت ”سچل سرمست“ جو چونڊ سنڌي ڪلام پيش ڪري رهيا آهيون.

گهڻي عرصي کان هيءَ تمنا اندر ۾ اٿي ٿي ڪنبي ٿي رهي، هر وقت بيءُ ۾ ٽون رٿيون هيون، ته سنڌ جي سڀني صوفي بزرگن ۽ شاعرن جو سنڌي ڪلام پاڪيٽ سائيز ۾ شائع ڪرايون. سنڌ جي ناميارا، سدا حيات بزرگ، صفت زبان شاعر ”سچل سرمست“ جو چونڊ سنڌي ڪلام شائع ڪرڻ اُن ڏس ۾ پهريون قدم آهي.

پڙهندڙ حضرات کي گذارش آهي ته پنهنجي راءِ کان آگاهه ڪري فرمائين ته جيئن اسان آئينده، پنهنجي هن اشاعتي سلسلي ۾ سندن خيال مطابق درستيون ڪري سگهون، ڇاڪاڻ ته هن کان پوءِ سنڌ جي ٻين وڏن

مصنفين، بزرگن ۽ شاعرن جو ڪلام به شائع ڪرڻ جو
پروگرام آهي.

شڪارپور سنڌ — غلام رسول ميمڻ

# سچّل سارُ سچ

## مختصر سوانح حيات

سچل سائين جو نالو عبدالوهاب هو. کين سچيڏنو به سڏيندا هئا. سچل سائين فاروقي خاندان مان هو. سندس پيءُ جو نالو ميان صلاح الدين هو. سچل سائين جي ولادت ١١٥٢ھ هجريءَ ۾ ٿي. سندس تعليم ۽ تربيت ميان صاحبڏنيءَ جي نظر هيٺ ٿي. سندس استاد جو نالو آخوند عبدالله هو. سچل سائين وڏو عالم ۽ قرآن شريف جو حافظ هو.

سچل سائين جمنديءَ ڄام هو. جنهن لاءِ ڀٽ ڌڻيءَ جو ارشاد آهي ته "جو ترب جو ڪُنو اسان چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي درويش لاهيندو."

سيد عبيدالله جيلانيءَ جن فرمايو ته " ميان

صلاح الدين کي جو فرزند ٿيندو. سو مست ۾ تارڪ دنيا هوندو". مطلب ته سچل سرمست الست کان ئي مست هو. سچل سائين عشق جي بحر جو وڏو غواص هو، جنهن وقت ۾ مٿس بيخودي طاري ٿيندي هئي ته اکيون اشڪبار ٿي وينديون هيس ۽ انهي غلبي ۾ شعر چوڻ شروع ڪندو هو، جو درگاه جا فقير لکي ڇڏيندا هئا.

چون ٿا ته آخر ۾ سچل سائين جي طبيعت ناچاڪ ٿي پيئي ۽ پاڻ اڪيلو گذارڻ لڳا.

آخر ۱۴ رمضان ۱۲۴۲ هجري ۾ رحلت ڪيائون، ان وقت سندس عمر ۹۰ ورهيه هئي.

سچل سائين جيڪو روحانيت جو پيغام پهچايو آهي، ان کيس هميشه لاءِ حيات ڪري ڇڏيو آهي. جنهن وقت ۾ سندس ڪلام پڙهيو ٿو وڃي يا ڳائڻ ڳايا ٿا وڃن ته اهڙي ئي ڪيفيت طاري ٿي ٿئي جهڙي سندس

ديدار مان نٿيءَ ۔

## ڪلام جو رنگ

سچل سائين جي ڪلام ۾ هر قسم جون رمزون موجود آهن ـــ

جيڪڏهن غور سان پڙهي ڏسبو ته هيڪيءَ پر پروڙي سگهبو.

سنڌ جا عظيم داستان، جي سرڪار ڀٽ ڌڻي عليه رحمت معرفت جي رنگ ۾ پيش ڪيا آهن سچل سائين اهي داستان ٻه ساڳي ئي رمز ۾ روحانيت سان پيش ڪيا آهن.

ڏس ماروئيءَ ۾ " ماروئي جي ماندائيءَ، عمر جو بند، مارو ڙن جي محبت ۽ وطن جي حب جو نقشو هن رنگ ۾ چٽيو آهي.

ماروئيءَ ڏرهين کان ڏئي. جن وير هيڪين سان ونڊ ري ڪئي، اڄ انهن کان پري، بند ۾ بند پائي آهي، هوءَ پنهنجي سيل ستر ۾ لوئيءَ جي لڄ جو

ايترو ته بچاءُ ئي ڪري، ۽ ايترو ته پڪو پير ڏيئي قبائي جو بادشاه عمر سومري جي تاب کي به هڪاشئي نه ئي سمجهي، ماروي جي من ۾ مارو ڙن جي محبت جامچ پر يل آهن ۽ وطن جي ايتري ته حب اٿس جو هڪ ڏينهن به قيامت مثل ئي سمجهي.

ڏنا ر ن ڪون ڏار — جي مون ڏينهن گذاريا
سي هيا قيامت جهڙا — ميان سومرا سردار
الله ڪري اوڏڙا — سچو من سنگهار
ته ڪريان وڃي ڳالهڙيون — هينڙي جون هڪوار
پري ٿيم پنهوار — ڏيان ڏوراپا ڪنهن کي

سچل سائين "سر سسئي" ۾، سسئي جو سفر، سرچي جو سرچاڻ، ڏيرن جو ڏمر، ڏونگر جا ڏاکڙا ۽ سفر جي سختين کي هن طرح بيان ڪيو آهي.

سسئيءَ کي ننڊ ۾ نهوڙي، ڏير سندس وڃي پنهل کي ڪٺي وڃن ٿا، جنهنجي هُن کي خبر ڪانه پئي رهي،

وري جونئڊ مان سجاڳ ٿي ئي، نہ ٿي ڏسي ڪانئہ، نہ ڪيچي جي قريب، ۽ حال ڪان بيحال ٿي وڃي ٿي ۽ ڏيرن جي ڏمر جو احساس ٿيڻ بگيس ٿہ- جانب جي جدائيءَ ايترو گھاءُ ڪيو اُنش، جو هڪ پل بہ پينيو ۾ رهڻ هن لاءِ ورهن ڪان وڏيڪ آهي- سرتيون ڪيس وڪوڙيو ڏين ٿيون ۽ دلداريون ڏينديون، بيوس ٿي پون ٿيون- سسئيءَ جي اندر ۾ عشق جي آگ ٻري چڪي آهي. جا ڪنهن حيلي ڏري ٿي نہ ٿي سگهي- سسئي سفر سنبري هلي ٿي، ڏيرن جي ڏمر جون وايون ڪندي، ڏونگر جا ڏک سهندي، پنهل پڪاريندي ۽ وندر مان واڪا ڪندي، ڪيچ وڃڻ ڏي ڪاهيندي ٿي وڃي.

ناهي ويچاريءَ وس ڪوڪري مان وڃي رهي
ڪنهين چڻ نہ ڇڏيو م سند وگوڙن گس
ڏونگر منجهان ڏس پوندم هوت پنهونءَ جو
سهل سائينءَ سر مون ملائيڙم، مون ملڻ جون

مٿون، ڪاڪ جو ڪڪاٽ هو، راڻي جو سامهون، هن طرح
ٻڌائي ٿو، راڻي جو سامهون، مومل لاءِ ڪڪ ڪاڻ ٻڌي
چڪو آهي. ميندري جي جدائي ۾ ڪاڪ جي اندر
ڪڙهي رهي آهي. مومل ميندري لاءِ جدائي ۾ جلي
رهي آهي، راڻي ڪيس هميشه لاءِ دل تان ڀلائي ڇڏيو آهي.
پر مومل جنهن ڪيس من جي مندر ۾ ديوتا بڻايو آهي، اها
ڪيس ڪڏهن به وساري نه ٿي سگهي. ڪڏهن ڪڏهن
نه پنهنجي غفلت جو قدر ٿئيس ٿو، ته پاڻ کي نندڻ لڳي
ٿي. هن کي ميندري جي موٽي وڃڻ جو ڏک هو. هو
جيءَ ۾ جهڪي ٿو، پر جو هميشه لاءِ ويو سو ڪيئن ٿو
وري؟ مومل لاءِ ته ماتم آهي. هن لاءِ رات جو آرام
۽ ڏينهن ڪاڏو نهري ٿي چڪو آهي. هن جي وات هر دم
ميندري جي ئي واڻي آهي.

ميان آءٌ ماريي ڏاڍو ڏنءُ ڏهاڳ جو
مهڻي هاب متان ڪرين ته ڪاڪ نه ٿي ڪاري

ڪهڙو ڏل مٺاڙي    ڏوهن ڏي نه ڏسيج تون

سچل سائين سو هير رانجهوءَ ۾، رانجهن جو وطن ڀيڏي اچي هير جي عشق ۾ مبتلا ٿيڻ ۽ ان راه ۾ سختين پيش اچڻ جو ذڪر هن ريت ڪري ٿو-

رانجهو تخت هزاره و ڀيڏي اچي هير جي عشق ۾ جڪڙجي وڃي ٿو- اڳتي ڪيس عشق بيوس ڪري ڇڏي ٿو جو هير جون مينهون به چارڻ لڳي ٿو. پريت جو پيچ اڳتي پختو ٿي وڃي ٿو جو جهنگل ۾ به هير سان پيار جون ڳالهيون ۽ رهاڻ ٿو ڪري. آخر اها نوبت اچي رسي ٿي جو رانجهو کي ڳوٺ کان تڙي ڪڍن ٿا- رانجهو هير جي فراق ۾ جهنگ جهنگ جهاڳيندو ٿو وتي-

| | |
|---|---|
| شاهي هيم شان | ڏسبر پنهنجي ديس ۾ |
| اُتان آئيس اوچتو | ڪٺي سورن جو سامان |
| ڇامنجهارن ڇانئي آئيس | اِهو اُتم ارمان |

حيرت ۾ حيران    مون کي ڇتڙي ھير ڪيو

سر نوري ڄام تماچيءَ ۾ سهيل سائين نوريءَ جو نياز
ڄام تماچيءَ جي نوازش، مهاڻن جو ماڳ ۽ وطن جو
قدر ھن رنگ ۾ رنگي ٿو.

نوريءَ جو نياز ايترو ته بي انداز آهي، جو نياز
ڪندڙ کي به خود رشڪ ٿئي ٿو. پر نوري جا نياز
جي ديوي آهي، سا نوڙت ۽ عاجزي جو پلئه نه
ڇڏي.

ڄام تماچي نوريءَ جي ايڏي سعادت ڏسي، ان
جي مٽن تي پنهنجي نوازش ساڳي رکي ٿو ۽ کين
پوشاڪن هيرن ۽ جواهرن سان مالا مال ڪري
ڇڏي ٿو. اُهي مهاڻا جن جي روزمره جو گذر گگيءَ
۽ ڇيڇيءَ سان آهي - اڄ ته اُهي ڇمڪن ٿا، مهاڻن
۽ تماچيءَ ۾ ڪو به فرق نظر نه ٿو اچي.

ڄام ڪنيو ڄارو    مرڪي ملاحن جو

تيلهان مَڪ مٿي موتين جي    ڏيان نيڻ ٺَرا مَد.
سيا ڪينجهر ڪنارو    مهاڻن ماڻي ٿيو

ٿيل ساٿين سرسا رنگ پر وطن جي حب جو پيغام جنهن طرح ڏنو آهي. ڪيس پنهنجي وطن سان ڪيڏو نه پيار آهي جو هُو اوند ڪريو ڪان هردم اِهائي دعا ٿو گهري.

والي وسائيج    دردمندي جو ديس
پرين مون پرديس    آئي ايندم اوڏڙا

پنهنجي ديس جي مٿان مينهن ڏسي ايترو متاثر ٿئي ٿو، ميهو جن، چمڪاٽن ۽ گڙگاٽن کي رحمت تو سمجهي جڳ فرمائي ٿو.

اتران اوري    ڪڻي هيمڪڻي چمڪاٽ
اُنان ڪياٿين اوچتو    لس ٻيلي ٿي لاٽ
منڊل ٿيا مڪران تي    گوڙن جا گڙگاٽ
ڪڪرتان ڪيچ جي    ڦڙ ڪني ڪاڏا ڦاٽ

وري ورتانُون وات    سچل سائيءَ سنڌ جي

مهراڻ جي ماڙيءَ تي مينهن جهڙ ڦڙ لائي ڏني آهي. غير آباد ميدان به آباد ٿيا آهن، هتي جا سڀاجها سنگهار، سرهائيءَ سرها نظر اچن ٿا.

سچل سائيءَ سنڌ جي    وري ورتانُون وات
جهڙ ڦڙ جهلي آئي    جهڙ ڪو ڏيئي جهات
وسي پيا وڏ ڦڙا    گهير پسائي گهاٽ
لائي اُڃ اُساٽ    سارنگ سنگهارن جي

وطن اُهو وطن آهي جنهن ۾ ماڻهوءَ تي لڄ جي لوئي ويڙهل آهي. ان ديس کان دور هڪ پل رهڻ به قيامت آهي. پرديس جي عيش عشرت کان ديس جي ڏنامن سان رهڻ هزار بار بهتر آهي.

ڪاٿي آءٌ ڀباس    ڪاٿي آئيس سومرا
هُتان هلي هت اچي    پورن منجهه پياس
هنجن هاب ٿياس    ڍچوڙي جي ڏينڍڙي

دلين ۾ دلين واسين جي جدا رهڻ کان وڌ جو
ملڻ بهتر آهي، روحاني رهاڻ کان سواءِ روح
مرده مثل آهي.

جڏهن آءٌ جاياس | ڪنهن وٽي وه جي نه ڏني
جڏهن ساماياس | تڏهن آئيس اورائن ۾

سچل سائين جو ڪلام روحانيت جو پيغام آهي
جو محويت جي حال ۾ چيل آهي.

سچل سائين جي ڪلام ۾ فراق وصال ۽ ان جا
تاثرات صحيح ۽ تمام سهڻي رنگ ۾ چيل آهن.
جنهن وقت فراق جو بيان ٿو ڪري ته ڪيڏو نه عاجزئي
سان ان مرحلي کي طي ٿو ڪري

راتو ڏينهان روئڻ ۾ هينئڙو اداس هيڙو
رهبر اچي رسايو پرين پيام تنهن جو

وري جڏهن وصال ۾ آهي ته پنهنجي محبوب حقيقي
جي اڳيان قربان قربان پيو ٿئي ۽ فرمائي ٿو،

ڪھڙي ٺڪريان مهمان    يار اڳڻ اڄ منهنجي آيو

اها فرمائي ته عشق جي حد، حد نه ٿي رهي ته انهي منزل

تي وڃي ٿو پهچي، جتي عشق سان سڀ پردا پري ٿي

وڃن ٿا، ته مخفي ذات اثبات ٿي پوي ٿي ته فرمائين

پيا ٿا.

نوري ناري ناهيان    آهيان رب جبار

سچل سائين جي ڪلام ۾ انا الحق جو نعرو پڻ آهي

ڪيترن اديبن مٿس منصور ثاني ع جو لقب مڙهيو

آهي. منصور ته سندس جاءِ تي منصور آهي. پر سچل

پنهنجي مقام جو سچل آهي جيئن فرمائي ٿو.

حدين وڃي هڪو لاحد وڃي سير

سچو سو فقير جو حد لاحد لنگهي وڃي

"قتل نامه" سرائڪي ڪلام جي هڪ باب ۾ سچل

سائينءَ فرمايو آهي ته:-

رنگا رنگ نقاشي والا محلا ايڪ ٽيسون
هڏي گڏي عاشق ڏوڪ ٿنين ڪام جڙيسون
چار ٺٺي ٻاري ڪري ڏاڪا پوڙي جوڙ جڙيسون
سر عاشق دا تنهن دي اتون دکي درس ڏريسون
پير ڏري ٻا وت تنهن دي اتون اندر روح ڀيسون
خون دي قيمت اسان ٿيوسي قتل ٿيا پر ڏيهي
سچل سائينءَ جي اها سرمستي ڪو عام نعرو نه آهي،
جنهن سچل سائين جو همعصر سرڪار بيدل رحمة الله عليه
فرمائي ٿو.
من خدا يم و هيچ يم عطار ته فرمايو ادا
پرسر ديد اُٿ پر ڏني بيدل سمجهي ساري مدعا
سچل سائين جي عاشقانه قتل گاهه جو مقتول، جو سر
ڏئي خود فيض جو مالڪ ٿيو، سو عطار ڪان
به گوءِ ٿو کڻي وڃي.
منصور به عاشقانه قتل گاهه جو هڪ مقتول هو.

جنهن انا الحق جو نعرو هڻي حق ۽ صداقت سان سمو

ڏنو پيو سچل سهسنت  بيان فرمايو آهي.

خون ڏي قيمت اسان ڏيو ڪي  تڏهن تيا پير ڏيهي

سچل سائين جي ڪلام جي مطالعي ڪرڻ مان ظاهر ٿو

ٿئي، ته سچل سائين صرف شاعر نه بلڪ عالم انسان

جو هڪ اعليٰ رهبر ۽ هادي آهي جو انسان کي اصليت

ڏي رجوع ٿو ڪري.

سچل سائينءَ جي تڏهن نامي مان اهين ٿو معلوم ٿئي ته

هو پنهنجي نظر سان طالب کي سڀ جيڪي جو مرحلو طي

ڪرائي، ان جي اندر نور جا پردا کولي ٿو ڇڏي. جنهن

رمز ۾ محو ٿي طالب، طالب نه ٿو رهي ۽ ان مقام تي

رهي پهچي جنهن بيان فرمائي ٿو.

اُتي رهي پيو خيال اسانجو  جتي دم قدم جي ناهي جاءِ

هن ننڍڙي ڪتاب ۾، جيڪي ڪلام يا بيت ڏنل

آهن، سي گهڻي انداز ۾ درگاه درازا شريف جي اهيندڙ "

جهونن درويشن کان حاصل ڪيل آهن - ان بعد ڪجهه ڇپيل ڪتابن مان پيشي پوءِ درج ڪيل آهن-

مرزا علي قلي بيگ ۽ عثمان علي انصاري صاحب جن جي ڇپايل رسالن ۾ گهڻي رهبري ڪئي آهي -

سچل سائينءَ جو ڪلام ڪيترائي دفعا ڇپجي چڪو آهي - انهن رسالن مان واقفي ۽ وڏيون محنتون ٿيل آهن جن جي ساراهه جيتري ۾ ڪجي اوتري گهٽ آهي - پر انهن ۾ خاص رمزون رهايون ويون آهن.

سچل سرمست جي ڪلام ۾ تخيل جو پرواز جنهن رنگ ۾ موجود آهي ان جي سالميت جو خيال ترتيب ڏيڻ وقت گهٽ رکيو ويو آهي - انهن ڳالهين کي مد نظر رکي في الحال هي ننڍڙو ڪتاب خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو.

فقير احمد بخش سدوي

وينا منجهيون ڳالهڙيون ڪي — عت مارو ڏُٿا ملير ۾

عمر آمند ۾ مارئي — تا سڀ ڏُٺي تن

عمد آهن سومرا — ماروء منهجي من

مون جيڏيون ملير ۾ — چانگن پاس چوڻ

جيڏي پهنور ڪنديون — اوري منهن اڏن

سچوءَ هي سر ۾ — ڏر هيڪاٽ وس



شال نه وسارين — درد ڄڻين جو آهي دل ۾

اُنئي پهرا وڏ نهين — نيڻ ٿا نهارين

شال پنوهار پانهنجا — ويجهو ويهارين

جوڙ اسان جا جهوپڙا — ماڙيون ٿيون ماڙين

هردم تنهنجي طلب جون — تارون تنوارين

سنديون سنگهار ساڻ کي — ڳالهيون ٿيون ڳارين

سچل ساري جن کي — سي پيي پيا سارين



ڏوٿن ڪان نه ڏور — آهيا ڄيڏيون ٻانهيون اوڏيائن ڪي

ناهيان پاهر تن ڪان — هڪڙي ڏيئي دم دور

الانسان سري وانا سره — دوستن جو دستور

مي منڙ ڏيئي آهي تان — مارن جو منڍ ڪور

سچو ڪي ڪيو ڳالهڙيون — مارن جي مستور



رئان زاريون زار　　شال مارن سان ملان

ڏيان ڏوراپا عشق کي　　پيري ٿيا پنوهار

ڪنڌا مهڙ ملير ڏي　　رڙ چڙهي ريبار

سودم گوندر گذري　　جودم ان ري ڏار

روئي رت اکين جا　　جهونا ٿيا جهالار

وڃي سنڌس اٿهين　　پنهوارس پڪار

پيڪين مون پهچائين　　سومرا سردار

راتو ڏينهان اوڏ نهين　　ٻيهو ساه سنپار

رات مُکيمِ روئي   ساري سلام پهنجي سنگهارَ ڏي

اکيون اباڻي پار ڏي   بيئون جهر جهوئي

اباڻن جي آسري   ليڙ شيڙ سوئي

وسندن ورهين پاڻ ۾   ڏونگرن جي ڏوئي

ڪاغذ قريب ڏي وڏو   پيڪي ڳکي پوئي

کي ڏيهي ديهه ڪيتا   آب پيري اوٺي

اوهان ڏاهران هٿڙي   نڪل لهي ڪوئي

مارو ملندي ماريئ   سهيل ڪي سوئي

آيو رات عتاب　　ڏاڍا سخت سنگهارن جا

مون کي عمر ماريو　　جهانگين جي جواب

ويٺين اتي ماري　　کائي خوب ڪباب

هتي سارو ڏينهن ڏکايو　　عمر جي تڪ تاب

مولي سڀ معافي ڪيا　　سڀني سان حساب




داستان
سسئي پنھون

پينڙ ڙي پينور — اسين ڇڏي ويندا اسون
دس نه آهيان پانهنجي — پورن ڪيترو چپور
هت رهي نه رهندا اسون
جاءِ عقل جي نام ڪا — عشق ٻگو ٿم نه ور
اهو وٺي ويندا اسون
پور ميو ڪندس پرين جو — ڇڏي ٻي تڪ تور
اسين جان ڪي جهٽيند اسون
ڪاڪيون وڃي ڪيچ ۾ — هنئين لاهي هور
ڏک ڏور اپا ڏيند اسون
«سچو» ڏسي سڄڻ کي — شوق مچايو شور
ٻکي نن جي ٻيهند اسون



ڏونگر ڏي ني ڏس      ھار ھيا منھنجي ھوت جو

ھلڻ تہ ھلڻ نہ ٿئي      ناھي ويڇاري ڄَو وس

راتيون رھڻ رھو ھو      ڪاڪيون پاڻيان ڪس

ڪيڏو عشق عجيب جي      ھيسڙي منجھ ھبس

آھي تہ عجيب جي الله      سڪ سڄڻ ڪي سرس



ڀور عيبن ڀائي ڏي ڌوئي — نمانڻ ور وچل تنهنجي آهيان

حاضر خدمت اچي اوهان جي — حال ڪندس مان روئي

ساڃي اسان جي سڌ لهڻ لئي — ڪڏهن مُڪُو نه ڪوئي

قول ڪيو جو هوت اسان سان — سائين پور وڪر سوئي

ڪيئن وساري ويهان اوهان کي — ڪٿي جا هڙئي توئي

طوطل جي گهڙي سو سلامن — سچو مڪانءُ پوئي



اصل اسان جڙ دا آهي    ننگ پاڻ وچل توتي

هيءَ ڪنيز ڪ ملم خريداڻ    سگ ٿني ڪوساهي

ذرو جنهن کي ذوق تنهنجي جو    چپڙ تنهن تي چاهي

جيئن هلائين تيئن هلون ٿا    ڏوري وڏي تو ڏاهي

جهي تيهي يار ادهان جي    ڇڏڻ مناسب ناهي

ڏرن برن م يار ٿڪي ٿي    رس ڪوهيارل ڪاهي

سام سچو جو در ادهان جي    هڏ نه آسرو لاهي

ٻاهرچل پوندءِ ٻاجهه    ڇيڙهيءَ کي هيئن نه ڇڏجانءِ

مهر نه لاهيو مون پرين    هن مٿان محتاج

آهي هن عاجز جي    توتي لاولن لاج

پٽي تنهنجي لڳڙي    منجون ساري راج

ٻچيءَ پائيءَ کيڙو    هت ڪريان ايلاج

پور هيو ڪندس ڪيچ جو    هتين ڪندس هاج

ادهان جي نيءِ اچڻ لئه    سچل وڃي وينو واجهه



مار پيو هوت وهين — ڪنهن در ڏيان ڏانهن ٿي

١- ڪاڪيو ڪنهن ڪينڪي — منهنجي منٿ مڃين الا

٢- پنيءَ پيس ڪين ڪبي — سڀ ئي سور سهين الا

٣- دعا ڪريو ٻيڏ يون — پيرو تان نه پڇين الا

اهو اتم آسرو — ڏيند آب اچين الا

سچل رهي ڪينڪي — روح ته ڪانءُ رهين الا



اڄ اسان وٽ آءُ    تون منجهين وارا ميهار

پاڻي اپڙڻ ناڏيئي    هڪ ويرڙن ٻيو واءُ

ڪاري ڪن لهرين لسانُ    دور وڏي درياءُ

ساهڙ سبب انهيءَ جي    سرتيون ڏين نه ساءُ

سيڻا هيو تا سبو وجهي    هنن ڪنن ڪوئن ڪاءُ

پرين وٽ ٿئون پانهنجي    سچوءَ جوله سماءُ

ھنھن کي ڳالھ سڻايان — ميھر سندي موج جي

سِڪ ساڻوڻ ڪيو ساھ کي — ڇوري تان نہ ڇپايان

دعا ڪريو جيڏيون — سندن نينھن نڀايان

ساڙ نڪ آيو سرتي — سوٽي وڙم وسائيان

ڳالھ پرين جي ڳجھ جي — ٻين کي ڪيئن ٻڌايان

وڃي سيڙ سر پير ۾ — لھريون تان نہ لکايان

سچو ساھڻ ساھ کي — اوڏو وڃي ڇڏي پانيان

تنهين ڏينهن ڏنائون    ساهه سنهنجو ساهڙ کي سهتيون

دردوندي ڏجي دلڙي    ناڙهن ساڻ نياڻون

ميڙي موڏي ڪين ڏيو    سوگهو ساڻا ڪياٿون

سڀئي سنيها يار جا    عاشق تبڙس آڻيون

جيئُ وڏا ٿون جار پ    ڪالهه ڪيون تن عڏهائون

ميهار سندي معرهڪي    هي غريب گڏيائون

جيئُ منهنجو جيڏيون    ويڙن منجه وڏائون

سچو ڪيل سريون    ميڙي سڀ منڌايون

جنهن ميهر ملايو        تنهن گهڙيءَ تان گهوري آهيان

تنهن ڪنير تان قربان ٿيان        جنهن ڪچو ڇپايو

اوهين جيڪس جيڏيون        پيلو ٿيون پانيو

تنهين مون کي تارڪن مان        منجهون لهريءَ سگهايو

اِنهي داب دلي جي        سارو درياءُ ڏهايو

پاڻ پنهنجو سرتيون        مون گهوري گهمايو

اصل تان اڻ تارت جو        آه ساهڙ تي سعيو

سيڻاهين جي سرتيون        مون کي لاري نه لايو

ساهڙ سيرين تو وت        سهڻي اُسڪير ٿي آيو

هاري سو پاتڻ هار — ته آءُ آوڙان چنيسر جام کي

جنهن دوست گسايئي دم ۾ — ست اِهو سينگار

هتئون پيئي تنهن جي آهي — روئين جو نار ون نار

پلنگئون پئين پٽ تي — ڪري گوندر جي گفتار

ڏوهه ته تنهنجو ڪونه هو — پر نينهن ڪيئي نروار

ڏاڍو ميڙئي درد جو — جنهن بهشتئون ڪئي بزار

سڀل ڪبي سڀي ڪرين — اِهو هو عشق جو اسرار

هـار چنيسر جام — نيلان کسايو دستؤن پنهنجي

ڏاگو مٺيو هو کسرني — جو دل جوئي پيو دام

نظر وڌءِ تان غيرني — تيلهان ٿيئي تمام

پُٺي پيو ۾ پشين — هار پا نيئي آرام

تنهن ڏينهن آنديءِ پاڻ سان — سورن جو سر انجام

سچو رهه صبر ۾ — ته عشق مليئي انعام



مينهن ۾ آءُ ميان ‏‏ هٿ وسي ڪانگ اُڏايان

ٿو سار پيندي سپرين ‏‏ هٿ سوڙل ساڪ ڏيان

ڙاڙاٽي ڙاڻ هجي ‏‏ ڪاجا آم هئنان

ڪامل ڪاڪ ڪنديَ ٿي ‏‏ جاني ڪئين جيان

شال اوهان جو اڱڻي ‏‏ سچو نينهن نيان



پٺي پيش پرين کي پاٽ    آءُ چونس ھلي حال مي

توتان آھي مينڌڙا    ڪاڪ ساري قربان

دل کي ديوانو ڪيو    ڀڄڻُ تنھنجي پاڻ

ناميابڙ سڄ ننگ ڏي    آءُ تان تيس اڻ ڄاڻ

آسندم ھيبت عتاب جي    مون کي منھنجي ڄاڻ

سچوُ سندي ساھ کي    تانگھ اوھان ڏي تاڻ



منھنجو سوڍل سارئي ساھ　　وڌرائل سا مون سان ماريءَ

ويٺي ڪڙھا سڪاڪ ۾　　آسيندُ ۽ الله

ھن مٺيءَ جو ميستائ　　توکي ھڪو پرواھ

سنڌ و اچڻ تنھنجي　　ويٺي نھاريان راھ

ڪُڏي قرباني ڪري　　سچل سا ڪا پساھ



ڙيو حال ڇوان        جي اوڻي آيم اوڏهون

پاڻي پاند ڳچي ۾        آءُ پيهين تن پوان

سرتيون انهيءَ سور جي        ناهي سڌ اوهان

سکن متي ڪينڪي        آءُ متي سور سمهان

سڄڻ سڄڻ ٿي ڪريان        ٻيو لاتيون ڪيس لڙوان

جوش جذبه جان ۾        مون کي آهن نت نوان

سڀل اکڙين مان ٿيا        ڙيلڙ رت ڙوان

24-12-82

جو ڳجهو آهه نفس وارو    سو سامهي مون کين سڃاتو

ڳل ڪٽي ڪفني ڏي ڦوڙا    مشعل منهن موچارو

انگ ڀڀوت بنائي آيو    ويس ڪري ونجارو

ڪري لباس ڪورا نخهن ايندو    ڇڏي تخت هزارو

سڀ نهي ڳان ڪين سڃاتو    مون تان مرلي وارو

سچو سڃاتو رانجهن آهي    جڏهن حال سليائين سارو



جوڳڻ پيهي اڄ آيو — سو سامي مون صحيح سڃاتو

بيراڳيءَ جو ڀيکه ڪري — ڪيڏو مُنهن ڀلايو

سر ڄٽائون جوڳڻ واريون — لڱين ڀسمو لڳايو

مرليءَ مست آواز انهيءَ جي — منهنجو روح ريجهايو

رانجهن تخت هزاريءَ وارو — مولي آڻي ملايو

عطر عنبر انهيءَ جي ڪارڻ — مون تان مشڪ ملايو

پرڻتون هي سر پاڻون جائي — سچوءَ ڪي سمجهايو

کوڙين ڪيهان قربان — جوڳيئڙن جي ذات تان

ڪاڪيون ڪاپڙين جو — ڏاڍو ڦهه ارمان

آئي آڏو تن جو — آڱنڪا ۾ گذران

نانگن سنديءَ ڳالهڙي — هت پورب ۾ پروان

سچو ناٿ نهارين جو — ٻئي هنڌ ٿئي مهمان



جيجان ڙلفن واري — اُنهي سامهي من موهيو

پاهرهن جي اندر اسان جي — ويو ته ڀڄڻ ٻاري

هجر فراق ٻه يار اسان کي — ڪوڪان هت تو ڪاري

جوڳيءَ ڪيڙو وجيءَ — مونجهه رهاتو ماري

اڄڻ سنديون يارا وهاجو — "سچل" وانوَن نت نهاري



ڪهڙي ڳالهون يار — ڪيئُ ٻيا لڳي اسان کي

درد وندي جي دل تي — باري چاڙهيه بار

اصل کان آرام وڃايو — جاني تنهنجي جار

سون کي يار جدائي ماريو — روئان زاراڻ زار

ڪيئي دانه ديوانه ڪيترا — تنهنجي حسن هزار

عنبري ساڻ غلام ڪيترو — سچوءَ کي سردار



ساڳي سون نه سڃاتو — ڏهو جيڏيون يار منهنجو

اصل لاڪون آهه انهيءَ ساڻ — هون سنائيٽءَ جو ناتو

ويس ڪري ڪوجوڳي ايندو — جاڻ نه هئي مون ڄاتو

ٽوسي صورت ساري سهڻي — عشق انهيءَ سان لاتو

آءٌ نمائي عيبن ماٺي — پيچ پاڻهي تن پاتو

سهو سچو ڏني اسان جي — چت نه دلبر ڇاتو



پانڌي آيم اڄ پيهي      پرياڻ سنڌي پار جو

ڏوٿ ڏور اپاڏئي مڪائون      تن ڪٿي ديواني ديهي

ڳالهيون اهي يار سڄڻ جون      ڪيئن وساريان ويهي

جهڙي آهي جيئن تنهين سان      هُت به گذري نيهي

هوش "سچو" جو نيو نياپڻ      ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهي



پانڌي منهنجي يار کي ساري چئنج سلام

جيئي مڪاهيم ڪيترا پرت وارا پيغام

محبت منهنجي روز ازل کون توسان محب مدام

ڪڏهن ڪندين يار اسان ڏي اچڻ جا انجام

بانهي گولي يار سڄڻ جي مله خريد غلام

روز ازل کان سچو آهي سائين تنهنجي سام



مئن ڪالهه اڄ ڪجهي ويو — اسان ۾ صبح سويلي

ڳالهيون ڪري سڄڻ جون — اڄ رات هت رهي ويو

هن حال منهنجي جو ساءُ — هن لوءِ مان لهي ويو

ڳالهيون ٻڌي ڏکن جو — ٻولي تنهن ٻهي ويو

پار پرين جي اُڏامي — ڪيئن سور هي سهي ويو

سچوَ سڄڻُ ملائين — هن نا هتي نهي ويو



اهو ونيا پو آسندو　　پانڌيءَ پهڻ جي پار ڏنهن

آلا تياري اينءَ نهن اسان جي　　متان ٿئين توں ماندو

عاشق تو کي آڻي اسان سان　　ڪندي حب هيڪاندو

ايندنهين

اسين بر اوٺڪ ايندا سين　　ٿيج نه ورنه ڪون واندو

ملڻ محبوبن جو آءِ اهوئي　　پيهت سندو پاڇياندو

طرفون اسان جي سڏ سڄو　　لاهوتون سب سياندو



هيئن اڄ جيئي مڪائون    عاشق اچون ٿا ايهڙ نهين

هن جي ڄڏي کي جيڏيون    آڏر وڏي ڏنائون

تهنجي ديس سين اچون ٿا    عاشق نه ٿيڇ آيائون

مون هن نماڻيءَ سان    ڪيڏا ڪرم ڪيائون

مطلب تهنجو آءُ ٿي آهيان    بيون ڇڏ مٿ وٺي مدعا ٿون

دلاسي لئي دردوندي جي    قاصد سچو ڪيائون



ڪيھي ڪريان مهماني — يار اڱڻ منھنجي آيو

دوست گهڙيو د لڄاءِ ٿي — هينئڙي لٿي حيراني

هن وٽ لائق هيس نه آءٌ — محب ڪئي مهرباني

مشڪل جا هئي ڳالهه اسان لئه — سا ڪيائون آساني

فضل ڪرم سان پاڻ بخشيائون — سچوءَ کي سلطاني



آهي انهن اکين کي
خاص خمار تنهنجو

ديٺو ڏٺي مان آهيان
ڪامل قرار تنهنجو

هن کي اوهان جي پاڇون
آهي نه ماٺ ڪائي

هي تات غريب آهي
اميد وار تنهنجو

تي پاڻ کان پري تون
فرمان ٿيو اوهان جو

آهي جميل اصل کون
هي اعتبار تنهنجو

هن تي ڪرم وڏو ڪيو
جو درد دل بچايو

ساريان رخ سنيارپان
ني بيشمار تنهنجو

چاهون ٿيو اوهان جو
دامن نگو جو آهي

سچو غلام جباٽ
هي داعند ار تنهنجو

24-12-92

تون آنهين صاحب صورت جو — هي آعلام تنهنجو
آلا ذوق شوق سهڻا — مون کي مدام تنهنجو
جيکي اوهان جا آهن — سي نه وسارجو ميان
مون تي آهي مهر — سائين سلام تنهنجو
راتو ڏينهان روئڻ ۾ — هينئڙو واداس هيڙو
رهبر اچي رسايو — پرديم پيام تنهنجو
دستگير تون متان ٿيئن — کر دور درد کي ميان
اول آخر اسان وٽ — آهي مقام تنهنجو
ردکر فنا فکر کي — اميد وار مٿي رهو
هت هت يقين ڄاڻج — آهيان امام تنهنجو
تون آن اصل اسان جو — آهيون اسين به تنهنجا
آهي قبول کلي — سڀل مڪلام تنهنجو



پانڌي پيغام ڏيچاءِ — منهنجا محبن کي ميان

اکڙين کي اصل ايذڻ جو — وڏو او سيڙو آه

ڏاهاوچ ڏيهه اُنهيءَ ڏي — جتي جانب جاءِ

ادا تي ساٿي پارون ساڻ جي — پانڌ کيءَ کل پاءِ

راتو ڏينهان آهن اماڻ ٻيون — هينڙي هٿي هاءِ

دوستن سندي در جو — سچو سگ سڏاءِ



تون ترپنهنجو پاڻ پساءِ — شوق تنهنجو مونکي يار شتابي

اچي اکڙين ۾ — جوڙي ڏيهج جاءِ

ناميانان ڏٺي جبي — پير اسان وٽ پاءِ

اڳي پوءِ ٻه آسرو — هوت اسان کي آهه

اڄ پيي وات نهاريان — لالن تنهنجي لاءِ

آءُ اڱڻ آسر ڏندجي — سچوءَ کي نه سڪاءِ

○

عاشق دست ۾ آيو — محبوب گل سناسي
عبرت عجب عجائب — اسرار رنگ عباسي
برهه جي اک ٻبيني — ڪائي مثال چيني
توڙي رنگون رنگيني — چيني جي مٽ نه ڪاسي
گِل آب جاءِ جاتي — محبوب راز تاتي
عاشق دست ڪان ڪاتي — رهندو پتنگ پياسي
صورت ۾ جاءِ دم جي — دم ري نه صورت ڪم جي
دم ۾ جا لذت غم جي — واه واه ڳالهه خاصي
ابليس جي وڏائي — هر ساهه تي سوائي
جيون ته دم ميلائي — نه ته تحت غش ناسي
ثابت سچل سچاري — يارن جي ياد پياري
وحدت جنين وساري — تن جي مٿي ڌاسي



عاشق مرندا ڪين ڪي — رهندا اهي ڪين مڪان ۾
ديواني درياءَ جو — پينشون پيالو پُر ڪري
اڄ منجھ امر ٿيا — اهي گڏ ياڪين جھانّ ۾
غيب ۾ جي غيب ٿيا — تن ڳھاءُ گڏن ۾ لڳا
بوڻي بولن بي نه ڪا — اُهي رهن الاَمان ۾
ڪني پڙهندي سال ٿيا — رو ز اتمانه ون نفل ۾
تن ڪن ڪل ڪانه ڪا — باطون جي بيان ۾
جين ولايت گھر ڪري — گھرڙي ڳھا رن ڪين ڪي
پس هادي حق کي — رهن ٿا بيابان ۾
هردم آهي دم دوست ڏي — سو سونهين سرانجام ۾
سو سچو ڪي مليو — گُرُ اهي نه گيان ۾



ڪم نہ عاشق سو ڪرين     جنھن ۾ تنھنجي تعريف ٿئي

ڪوڙ ملامت سر مٿي     پل لوڪ تو طعنا ڏيئي

ٻہ ڪا ۾ سڀ نام ٿئي     پيو ڪين ٿئي ڪسبن ڪئي

عشق جي درياءَ جي     ڇولي ڇڪي مَرُ تونيئي

پوءِ پوپٽي ساري خبر     دوست سندي پنڌ پَئي

راه گم ڪر پانھنجي     وڃ وڪ ڪنھن ڀڳڙ ڀئي

پيچ ڇجابان پَشُہ پيڙ     لو نيو تو کي کڙي لئي

ڇا ٿيندو پوءِ تا نہ ٿيو     هي هَئي انھن ورهن وَئي

آءُ ادا سالڪ سچي ڪر — تون اِنهي طلسمات کي
پيچ دوئيءَ تان ڪل پوسيئي — دور ڪر درجات کي
سر اهو سارو سيا ٿئي — ڪن نه ڏي ڪرامات کي
ظاهر ٿئين تون ذات مان — پر سمجھ تو صفات کي
غازي نه پاٿئج غير تون — هن محض موجودات کي
سرسنج هن سير ۾ — ڏي منهن نه بي مصلحات کي
بي اعتباري سان ڪرين — هرهر نفي اثبات کي
اثبات کان اڳتي لنگهي — ڪرنڌو تون طاعات کي
تون ڪيئن وٺي ويهي رهين — هيءَ هاءِ حڪايات کي
ڳالهين منجهان ڪين ٿئي — پيچ اوت عزيٰ لات کي
سچو رڏئين جيو هيترو — بس ڪر انهيءَ برسات کي
تصديق تون چوٿو ڏئين — محبوب جي محمد ذات کي



ڪنهن کي ٻڌايان حال ٿيءِ سرتيون
پيچ پرين مون سان پايون ته هليو ويو
وڃي هيرڙس وات تي
چست چنبن مچايون ته هليو ويو
نيزا ٻڇيون ٻاڻ هڻن ۾
سيني اندر سنڪايون ته هليو ويو
دريءَ منجهاران دوست ڏٺو سي
لالڻ ليٽڙو پايون ته هليو ويو
ڪانهي ڪاٽ ڪٽي جي سچل کي
آتڻ يار اُپايون ته هليو ويو



ڪيڏو مست پرين ٿي ڳڻاءِ مون کي

وسريو ورد نا ياد نماز مون کي

شوقون شراب پيان پروت ۽ اتو ڏينهان

ڪونهي قاضيءَ ملان جو لحاظ مون کي

وائي وات ڪهائي جا مون کي پرين

سونڊ وسوڙ سڀڻ جو آسان مون کي

نيڻين ننڊ تري حرام آوت روز ازل

اڃي هو هو پرين جو آواز مون کي

سچل ساهه مقصد آوت تون هي تون

ڏس ڪونا پنهنجي جو راز مون کي

محبوب ڳولهي ڏس من ۾ — من ۾ الله دل ۾ الله

واه ڪاريگر ساز بڻائيءَ — ڪن فيڪون جي ڪُن ۾

بي فائدو بازار گهمين ٿو — گل ڦل باغ بدن ۾

ڇو ري ڇوري سير ڪرين ٿو — تنهنجو چاه چمن ۾

سچل سائين سهي ڪري ڄاڻ — يار مليو ڪگ ٻن ۾



24.12.82

آهيان مان اسرار    جيڏيون موکي کيرٿيون پانيو

ڪن نه ڏيندس ڪيچ ڏي    پنيپو روڪ ميڙار

ڇڏي بادشاهي پنهنجي    ڪيڙ مرهت شڪار

آيس هن عـلام ۾    باري ڇاپئي بار

آئيو صدق يقين سان    اديون ٽري اعتبار

نوري ناري نه آهيان    آهيان رب جبّار

مرشد باهو نه ڇيو    سچل آهه سردار

پنهنجي ذات لڪائي ڪنهن بي ذات سڏايان

ظاهر ڪريان جي ذات کي تان هي بت پڄايان

منصوريءَ جي موج ۾ ته انا الحق آلايان

واديءَ ۾ وحدت جي گهوري سر گهمايان

"اعلیٰ اعظم شان" جي نوبت نينهن وڄايان

ظاهر باطن آهه اهوئي آءٌ تان حڪم هلايان

سچو سارو سچ ٿيو حڪمت هيءَ هلايان

سار ويئي سر آهي — ڪٿي سچل ڪٿي ذات سچل جي
موج درياءَ حباب ڪٿا ڪيا — جا تنهن ڪو شڪ ناهي
اونهون آلا اسرار الاهي — ڇا منجهارون ڇاهي
سمجهي پاڻ پسن جي ڪارڻ — ناهه نڪين تو سناهي
عاشق عشق معشوق اهوئي — ڏانءُ ڏاڍ ڪيو ڏاهي
اِلّا الله اثبات مڃ ويئي — لا کي هڏ تون لاهي
لي مع الله سمجھ اشارت — فيل لنگهيو منجهه پاهي
وات اهائي وحدت واري — ڪامل اينداڪاهي
اُهو اسان رهو باهر — ڪئين جوان اٿين ناهي
ڳالهه سچل جي سالڪ سمجهن — لوڪ جي ليکي ڇاهي



# عمر ماروئي

ڪاٿي آءُ هياس — ڪاٿي آيس سومرا
مُٺان هلي مٺ اچي — پورن منجھ پياس
مَنجهن هاب ٿياس — وڇوڙي جي ڏينهڙي

★

ڏوٿي ڏورون ڏور — عمر اڄ مون ڪان ٿيا
سمهڻ جاڳڻ سور — مون گذاري آئيو

★

جڏهن آءُ ڄاياس — ڪنهن وَٽي وِهُ جي نه ڏني
جڏهن ساماياس — تڏهن آيس اوراٽن ۾

★

هي سامانجڻ گهوريو — جنهن ٻٽ ڪيو ٻيرون
وڃي شل وسيڙ هون — ڏسان ڏوٿيڙن جون

ويٺا ڳالهيون ڪن — ماروئڙا ملير ۾
ته اُجها ايندي مارُئي — ور ڪي هن وطن
ايندي اُڪنڊ آهي — منهنجي جانِ جڻ
آءُ سگهي ساڻ تن — وڃي گڏ ڳنڍاريان

★

ميان ماروئڙن تي — مهران وسن مينهن
شال نه ڏکيا ڏينهن — اچن آجڙين تي

★

سدا اسي ساٿ ۾ — سکيا هُجنِ سنگهار
پکي منجهه پنوهار — شال هُجنِ هميشه سرها

★

جي ڏٺي هيم ڏور — سي والي ڪيم وڇڙا
هُئي جا پورن پور — ساڻ اچ مون تان لنگهي

★

موٽيا پار ملير    سانگيئڙا سانگ ڪري
جن جي سڪ سرير    سيئي عمر آئيا



لٿو ڦيرو اُٺو    وري پورو ورق وصال جو
وري وطن آئيا    رنگ لڳي ر اٺُو
سچل ڇپوي ساٿُ    ٿيو موٽي ملڪ مليرُ جو



# سسئي پنهون

---

پيرهن پنهور جو    منهنجو ڪارڻ ڪم
اٿم آهي ڀام سان    دوستيءَ وارو دم
ماٺن لڳي غم    پر سڪ سچو ٿو پائيان



ساٿ سوڀلو سرتيون وڏيءَ ويل ويوم
ونڊر جيي وٽن ۾ ڦولڻ هوت پيوم
ٿيڌهڻ ٽڙ ٿيوم مائي هوتياڻ لئے

★

رڍيءَ ڏنو رنگ ڪوجو ڪامڻ ڪوهڪي
سوٿمه شفق سان ٿيو سُرخيان سارو سنگ
منهنجو نينهن نسنگ پيو سمور وسڪوته

★

ڪاڪ ڪشالا ڪيترا ٿڪي موٽ شين
جيڏيون ڪاڻ جتن متي راهه مڙان گهٽو

★

ڪاڪ ڪشالا ڪيترا پري آهن پنڌ
ردويو چمان رند آيل اوتار ت جبا

★

مو جا ڪيچ وڃڻ مڙن ــــ هاڻ يون اچي هير
تني صحت منجهه سرير ــــ ڏور وڃين مون ڏکڙا

★

هو جا ڪيچ وڃڻ مون ــــ هاڻ يون هيرا اچي
تنهن سان من مچي ــــ محبت ۾ محبوب جي

★

مو جا ڪيچ وڃڻ مان ــــ اچي هير هلي
سا پيئڙ آه سلي ــــ جنهن سان ساهه سڏيونتي

★

نوڙي ماڻ نه مون ــــ سڻ منهنجا سيڻين
مون کي گهرجين تون ــــ لوڪ ڀلو تان گهوريو

★

ڪيچان آيو قافلو ــــ مون ٿيو مهمان
سچو ساري سات جو ــــ هو آري پاڻي اڳواڻ
وساري ٻيڏليس نه وريو ــــ رجو ڪو احسان
ميان مهربان ــــ ننڍڙي نماڻي تنهنجي ٿيو

# نوري ڄام تماچي

نوري ڏکيو نانءُ ٿي رِجهائي راڌڪي
نت نت ڄام نياءُ ٿو اچيو انهن جو ڪري

*

لاڏ ڪيون لوڏ لڏن ڪينجهر سندي ڪنڌين
ڪاريون ٿيون ڪُڏن سهي جي سهاڳ تي

*

تون سمو سلطان آءُ مَڇي مهاڻي آهيان
تون مون ڏانهن مهر ٻاڻ مونکي ڪاڄ ڪرم جي

*

مهاڻيءَ جي من ۾ نه هو گيرب نه گهاءُ
نينهن سان ناز ڪري رِجهايائين راءُ
سمو سڀين ڪانءُ ڏيئي ويٺي پاڻ سان

*

تماچي ڪُرا ٿو سڏيون پڙاڏي اُهن کي
سي شوق ڏنن شڪاريءَ ڪنيو ويو ٿو مُرا
ڪڏ اُن ڪُرا سي پنهنجي ڪنجهه ڪنديون

★

مُڪ ٻوا بر نه ڏيان توڙي پرئين موتين مان
مون ڪميڻي ڪاڻ جار و جام ڪلهي ڪنيو

★

موتي مٿي مَڪَ جي وٽان نه سيٽا
پون ٻوا بر نه ڪريان جي پيٽا کي ٽيٽا
اسين تان هيٽا پر جار و جام ڪلهي ڪنيو

★

جار و جام ڪٺي ٿو مر ڪيو ملاحن
ٿري آئو ٿر ياد لئي نئي جڳيون جيٺي
سهجون سرن ياد مئي ماڻڪ مئي مٿي
خيما خوب ڦٽا تان هيجون ٽٽ هيٺي

ڳاٽا ٽيي نه ڳٽيي     ڏيي جال جواهرن کي

★

فارغ نه فراق کون     ويجها ڪين وصال
گم ٿيڻ کان گم ٿيا     نڪا سرت سنڀال
اُتي قيد نه قال     سڄو سمُ بڪوُ ٿيا

# هير رانجهو

ڇڏي ملڪيت مال     رانجهو رڻ چڙهي هليو
قسمت ڪيس ڪنگال     نه ته حاڪم هو هزاري جو

★

حاڪم تخت هزاري جو     قسمت ڪيو ڪنگال
مسڪيني جو مرد ڪي     خطرو نه ڪو خيال
محبت مستانو ڪري     هھڙو ڪيس حال
پڄي جهنگ سيال     حب نه تخت هزاري جي

★

سُتا هئي هيم شان | دلبر پنهنجي ديس ۾
اُٿان آئيس اوچتو | ڪٿي سوڙ ڇو سامان
ڇا منجهاڙن ڦاٽي آئيس | اِهو اٿم ارمان
حيرت ۾ حيران | مونکي هٿي هيرڪيو

*

جوڳيا ويس ڍڪي | لاٿم سڀ لباس
پٽ پٽيهر پانتا | نپٽ ڪيم ناس
ڪيو نينهن نراس | دنيا جي درد ڪان

*

نو رنگ ندورو | ڪيڏو وجهان کوهه
رانجهو منجهين روح | سدا وسي ٿو سپرين

*

ڪيڙي نه سيڙي | مولي مون کي جيڏيون
جهنگ سڄو جهيڙي | تنهن رانجهي منهنجي روح ۾

*

آءُ ڀانئان ڪي ڀانءِ — مون هن نماڻيءَ سان
توکي ڪريان ڪيترو — ناميا سڻ نياز
جوڳي ڪيم ناز — تنهن مهڙي هاب ڪيچيتو

★

سو دل سڪائي — آءُ پڻ گهڻو آهيان
راتو ڏينهان تنهنجي — وات مون کي واڻي
ڪر آها ڪانهي — جو ڪانهن لهي ڪاڏ تان

★

هي ڏو ڏهاڙن ڏاهه — تن ڏي ڏوليو ساري ڏيت جو
ڪامل تنکو ڪا ڪري — جڙهي ڪرهل ڪاهه
ڪاٽيون ڪنڌيون ڪاڪ جو — پي پڳي باغن باهه
اهو مون تان مٺو لاهه — ڪا مهر پوئي ميڻڊرا

★

سو ڏاهن سڌڪي جيد — لهي وڃ سماءُ
ويين وڌو وچ ۾ — آهي ويڙ وڏاءُ

مون تي لڳندو ڪونڪو    پيارا پياٿي پاءُ
هيڪر هيڏي آءُ    ته پيرو ٿي پڌرو پوي

★

آهين جي اوطاق    منهنجي ميان ميندرا
ته عين ڪان آهي ٿيان    ڪوجهي ٿي نه ڪاڪ
هيرا هيراڪ    متان منٿين ميندرا

★

ڏوليا تو لئه ڏٺم    آئون وتان ويڳاڻي
راتو ڏينهان اونيان    پنبڻين مان پاڻي
ٿا مون ليڙون ٿيا    هي پوتي پراڻي
ته به راڻي جي راڻي    سرتيون سڏن سائڻم

★

ڪاني رڳي ڪهي وڌو    راڻا تنهنجي رنج
شڪون ۾ سهنج    سوڏا سان ڪٽي وڃين

★

# جوڳ

جوڳين جڻا ٿون — جوڙي جوڙيون جان ڦي
ڇمڻا ٻڌي ڇيلهه سان — ٽنيون ٽٽيا ٽوٗن
ڙنجيون سان ڄاتي — ڪِشتا ڪڙ ڀيا ٿون
گرڏي ڳا ٿون — پورب پنڌ پُڇي ويا

★

ورلو ويراڳي — ڳيانيءَ ڏٺو گوڏڙو
پليا ڏٺو پيرم — ڀوڳي ۾ ڀياڳي
طالبُ ٿيا ڀي — لکن ۾ ڪو هڪڙو

★

جوڳي ڀانئون ڀانت — برهه منهنجو آڏو تن سان
سفر ويا ساڀري — رهيا رُڳي رات
طلب تني جي تات — راتيان ڏينهان روح ۾

★

ڪاپڙي ڪن ڦاڙ     آيل اڄ لنگهي ويا
مستڪي ويا من کي     مرليءَ سان منهيار
جوڳيئڙن جي جاڙ     مون کان مٺي نه وسري

★

ڪاپڙي ڦند ٻل     ڪنهن گهمن گوڏڙيا
چيٽ ڪري چين ۾     وڃڻ ڪاڻ ٻيهر قنيل
منڍ مڙيءَ سان آهي     آڏو تي اصيل
مچل سڪ سبيل     جي ۾ جوڳيئڙن جي

★

پورب پنڌ نه ويا     گسر ناري گمنام
ويچاري ٿي وائي     ڪرن ڪين وسرام
سيني ۾ سنگرام     سچو سناسين جو

★

لاتي لاهوتين     ته مرمچي ڏوٽي
پنهنجي ڇپي پوٽي     ساڙي سڃاسي هليا

★

آيا آڏو ستي    آهن اڪيچار
اڙ ڏياٻه اهنڪار    پڇي جن پوءِ ڪيا

★

جوناگڙهه جي جوءِ ۾    جوڳين جوڳ اجوڳ
ڀوڳين ڀوڳ اڀوڳ    پاڻ وڃائي پنهنجو

# سارنگ

سارنگ سندا ساڻ    سرتيون ساڻن آئيون
ڦيريو اڳن تاڻ    ڍڻين ڏسي ڏس ڪيا

★

مولي سندي مهرسان    ساوا ٿيا سنگهار
ڏلهي ڇڏيو ڏڻ سان    ڏوٿين کي ڏيار
ترائيون ٽهلا جون    ٿيون تار وڻ تار
سگهرا اهين سنوڙ    صاحب سڻائي ڪئي

★

سارنگ رنگ ڪيا ٻوٻاڙي ٻني تي
ٻڪر ٻاٻاڻ جا ڀلر ڀِي ڀِيا
ڏيهان ڏرت ويا مولي سندي مهر سان

★

وڃن وڪ وڌائي وسڻ وس ڪيو
وڃڻ واڇاواه ڪيا ڀلو ٻوڙ ڀلٽيو
سچا ساٿ ٿيو سارنگ آئي سيڪو

★

والي وسائيج درد منديءَ جو دليس
پرين مون پرديس (اُٺي) ايندم اوڏڙا

★

والي دري نون وطن تي وس ڪرين
مينهن وسندي مون سڄڻ سارهه سپرين

★

سارنگ ساري رات رڻن مٿي ميڇ ڪيا

پکن پرڙا اسونٿيا — برهه ڦٽي پرپات
پڻن ٽي پنڌ رائيا — ڦل ڦل پاتون پات
وائي سپ ڪنهن وات — سچل سارنگ سانجي

★

سچل سائيءَ سنڌ جي — وري ورتا ٿون وات
جهڙ ڦڙ جهلي آئيو — جهنڪو ڏسئي جهات
وسي پيا وڏ ڦڙا — گهيڙ پيا سائي گهات
لاٿي اڄ اسات — سارنگ سنگهارن جي

# متفرقا

---

اوّل پيري پيچ — بند خيالات جا
ٽيهان پورءِ وچ — هلاجي حيرت ۾

★

جڏهن ويهين فڪر ۾ خامور ڪي خيال
تڏهن نرت وارا في الحال بند پڻ نه ڏءِ بيچ ۾

★

جي فڪر کون فارغ ٿيا ٿيا دنيا کون دور
هوندا سي حضور آءُ ته ڳرهيون ڳالهڙيون

★

جاڏي ڪيا ٿري سجدو ٿا ڏي نرشي
جاڏي مُهاڙي سجدو ٿي صحيح ٿيو

★

ظاهر ڪڪر آنهن مينهن ٿو پئي باطن ۾
پاڻ اُهوئي پاڻ ۽ جنهن وسڻ سان وس ٿئي

★

جهڙو ڀانئيندين پاڻ ٻيهجو پا ٿهين
تهڙو ٿيندين هت به ساڻ يقين جي

★

